یاران لاءِ نصیحت پریون کھاڻیون

# سياڻو گيرو

(عربي ٻوليءَ مان ترجمو)

مولانا محمد قاسم سومرو

روشني

ڪتاب جو نالو: سياڻو ڳيرو
مؤلف : مولانا محمد قاسم سومرو
ڇاپو: پهريون
صفحا: 32
تعداد: 2000
قيمت: 00 رپيا
ڪمپوزڊ: حسين باد شاهہ
روشني ڪمپوزرس
شاهہ لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو
حيدر چوڪ، حيدرآباد

ملڻ جو هنڌ

قاسميہ لئبريري

اسپتال روڊ، ڪنڊيارو
ضلع نوشهروفيروز

# بي ايماندار ماڻهو

ڳالهه ٿا ڪن ته آڳاٽي زماني ۾ هڪڙي ماڻهوءَ ٻئي کان ٻنيءَ جو ٽڪرو پئسن تي ورتو. جڏهن خريد ڪيل ٻنيءَ ۾ هر ڪاهي رهيو هو، ته هر جو ڦوهو ڪنهن شيءِ ۾ وڃي اٽڪيو. جان کٽي ڪوٽي ڏسي ته، اُتي ديڳ دنيا جي پوريل آهي. جيڪا سون ۽ چانديءَ جي سِڪن سان ڀريل آهي. پئسن سان ڀريل ديڳ ڏسي پريشان ٿي پيو. پوءِ ڇا ڪيائين جو ٻنيءَ جي اڳئين مالڪ وٽ آيو. چيائينس ته: جيڪا ٻني مون توکان خريد ڪئي هئي، اُن مان ديڳ دنيا جي نڪتي آهي. اها توهان جو حق آهي. مون ته رڳو ٻني ورتي هئي. قيمت اُن جي ادا ڪئي هئم.

اُهو ٻُڌي ٻنيءَ جي پهرئين مالڪ چيو ته: اُها دولت تنهنجي آهي، جو مون توکي سڀني حقن واسطن سان ٻني وڪرو ڪري ڏني هئي. مطلب ته ٻئي ڄڻا ديڳ دنيا جي کڻڻ لاءِ تيار نه هئا. نيٺ فيصلي ڪرائڻ لاءِ وقت جي بادشاهه وٽ هلي ويا. جنهن ٻنهي کان پُڇيو ته توهان کي اولاد ڪهڙو آهي؟

هڪڙي چيو تہ مونکي رڳو هڪڙو پُٽ آهي. ۽ ٻئي چيو تہ مون کي رڳو هڪ نياڻي آهي.

بادشاهہ چيو تہ: هڪڙي جي پُٽ کي ٻئي جي نياڻيءَ سان شادي ڪرايو. پوءِ هيءَ دولت انهن گهوٽ ڪنوار کي ڏئي ڇڏيو. اهڙي فيصلي تي ٻئي ڄڻا راضي ٿيا ۽ فيصلو مڃي ٻاهر نڪتا.

خبر اٿوَ تہ اُهو فيصلو ڪهڙي بادشاهہ ڪيو هو؟ اُهو فيصلو نبيءَ سڳوري حضرت دائود عليہ السلام ڪيو هو، جو نبيءَ هجڻ سان گڏ وڏو بادشاهہ پڻ هئو.

# ڪسري بادشاهہ جي چالاڪي

آڳاٽي زماني ۾ دنيا ۾ ٻہ مُلڪ وڏي طاقت وارا ليکيا ويندا هئا. هڪ روم، جنهن کي هاڻي اٽلي يا ايطاليا چون ٿا. اُن جي بادشاهہ کي قيصر چوندا هئا. ٻيو ايران يا فارس، جنهن جي بادشاهہ کي ڪسريٰ چوندا هئا.

دنيا جا ڪيترا ملڪ قيصر روم جي هٿ هيٺ هئا، تہ ڪي مُلڪ ڪسريٰ جو حڪم مڃيندا هئا. ٻنهي ملڪن جون پاڻ ۾ لڙايون لڳنديون هيون، پوءِ ڪڏهن روم وارا کٽندا هئا تہ ڪڏهن ايران وارن کي سوڀ ٿيندي هئي.

هڪ دفعي جو واقعو آهي جو ايران جي بادشاهہ ڪسريٰ، روم ملڪ جي ڪجهہ علائقن کي فتح ڪرڻ لاءِ وڏو لشڪر چاڙهي موڪليو. لشڪر جو سپهہ سالار اصهد نالي هڪ هوشيار، دلير ۽ بهادر ڪمانڊر کي بڻايائين. اصهد نهايت بهادري ۽ جرئت سان لڙيو. ڇتي جنگ لڳي. نيٺ روم شڪست کاڌي. اصهد ڪيترا علائقا فتح ڪري ايران موٽيو. تمام گهڻو مال ملڪيت غنيمت ۾ هٿ ڪري آيو. نتيجو اُهو

نڪتو جو اصهد جي بهادري، دليري ۽ صلاحيتن جي هاڪ پوري ملڪ ايران ۾ هُلي وئي. ماڻهن جي دلين ۾ اصهد لاءِ گهڻي عزت ۽ محبت پيدا ٿي پئي.

ايران جو بادشاهه ڪسريٰ پنهنجي ملڪ ۾ اصهد جي ايڏي مقبوليت ڏسي اچي پريشان ٿيو. رات ڏينهن ان ڳڻتيءَ ۾ ڳرڻ لڳو ته، متان اصهد مُنهنجو مقابلو ڪري مونکي مارائي پاڻ ايران جو بادشاهه بنجي تخت تي ويهي. وري اصهد جي خلاف ظاهري طرح ڪو قدم به نه پيو کڻي سگهي جو هو ماڻهن ۾ مقبول ٿي چڪو هو.

پوءِ جا ڪيائين جو، پنهنجي خاص حڪيم کي پاڻ وٽ گهُرائي، لِڪ ڇپ ۾ چيائينس ته، مون کي اصهد مان خطرو آهي. آءٌ ان کي مارائڻ ٿو چاهيان. جيئن منجهانئس جان ڇُٽي پوي. ۽ اِهو ڪم توتي ٿو رکان. تون ڪنهن اٽڪل سان اصهد کي کاڌي ۾ زهر ملائي کاراءِ. پر خيال رکجانءِ! جيئن اِها ڳالهه ظاهر نه ٿئي. ۽ اُتي پهچي تون کڻي چئجانءِ ته آءٌ ڪسريٰ بادشاهه طرفان هڪ قيمتي تحفو اصهد وٽ پهچائڻ آيو آهيان.

بادشاهه جو حُڪم ٻُڌي حڪيم صاحب روانو ٿيو. واٽ سان سوچيندو ٿي ويو ته اصهد نهايت دلير ۽ ناميارو سپهه سالار آهي. تازو هن ملڪ جي ماڻ کي مٿانهون ڪيو آهي.

روم جهڙي ملڪ جي ڪيترن علائقن کي فتح ڪيو آهي. تہ اهڙي ڀلي ماڻهوءَ کي دوکي سان قتل ڪرڻ ڪيڏو نہ ڪَسو ڪم ۽ ظلم آهي.

اهڙا ويچار ڪندي نيٺ وڃي اُن چانوٽيءَ ۾ پهتو، جنهن ۾ اصهد رهندو هو. اُتي چيائين تہ: آءٌ اصهد سان پنهنجي مُنهن ڳالهائڻ ٿو چاهيان. هن جو اُهو مطالبو مڃيو ويو ۽ اصهد سان اڪيلائپ ۾ مليو. پوءِ کيس چيائين تہ: آءٌ توهان جي بهادري ۽ دليريءَ کان ڏاڍو متاثر ٿيو آهيان. منهنجي دل ۾ توهان لاءِ محبت ۽ عزت آهي. توهان کي ٻُڌائڻ چاهيان ٿو تہ بادشاهہ ڪسريٰ اندر ۾ توهان کان ڏجي رهيو آهي ۽ اڄ بہ هن مونکي توهان جي قتل ڪرڻ لاءِ هيڏانهن موڪليو آهي. پر مونکي توهان جهڙي دلير ۽ بهادر مڙس کي مارڻ نامناسب نظر آيو ۽ توهان سان احوال ڪري موٽي ٿو وڃان. پر توهان پنهنجو بندوبست ڪجو. جيئن بادشاهہ جي ڏمر کان بچي وڃو.

اصهد وراڻيو تہ: آءٌ تنهنجو ٿورائتو آهيان. توهان جو احسان مون کان نہ وسرندو. حياتي رهي تہ، هڪ ڏينهن توهان کي هن احسان جو بدلو ضرور ڏيندس. پر آءٌ تہ ڪسريٰ بادشاهہ جو نهايت مخلص زبردست هوس. ۽ هُن منهنجي اخلاص جو قدر نہ ڪيو. هن مون لاءِ بُرو سوچيو آهي. آءٌ اُن ڳالهہ کي ڏسي رسدس.

هاڻي اصهد چيو ته ڪيو جو روم جي بادشاهه قيصر ڏانهن محفي نياپو موڪليائين ته: مون سان ڪسريٰ بادشاهه ڏوڪو ڪيو آهي. آءٌ توهان سان هر قسم جو سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. توهان پلي ڪسريٰ بادشاهه تي چڙهائي ڪري اچو. مون هِت پنهنجي سپاهه کان پڪو واعدو ورتو آهي. سڀ مون سان پڌل آهن. سڀئي متحد ٿي ڪسريٰ سان لڙندا. هن کي ڏوڪي جي سيکت ڏيندا.

اهڙو سونهري موقعو ڏسي روم جي بادشاهه قيصر، ايران تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ وڏو لشڪر تيار ڪيو. هوڏانهن اِها سڄي خبر ڪسريٰ کي پئجي وئي ۽ معلوم ٿيس ته اصهد بہ اندروني طرح قيصر سان مليل آهي. اهو بہ سائس ساٿ ڏيندو. پوءِ ته ڪسريٰ کي اچي ڳڻتيءَ ورايو. ڏاڍو پريشان ٿي پيو. فڪر ڪري رهيو هو ته قيصر ته ٿيو ٻاهريون دشمن. پر جيڪڏهن گهر جي دشمن اصهد بہ هن سان ساٿ ڏنو ته آءٌ بُري طرح شڪست کائي ويندس. ملڪ ته ويندو پر آءٌ بہ قتل ٿي ويندس.

ڪسريٰ کي ڳڻتين ڪندي نيٺ هڪ اٽڪل سُجهي آئي. پوءِ چيائين جو هڪڙي اهڙي ماڻهوءَ کي هٿ ڪيائين، جيڪو ڪسريٰ جي دربار ۾ ايندو ويندو هو. ۽ اهو روم جي بادشاهه قيصر لاءِ جاسوسي ڪندو رهندو هو. اهڙي ماڻهوءَ کي

پاڻ وٽ گهرائي چيائين تہ: آءٌ توکي هڪڙو مخفي خط لکي ڏيان ٿو ۽ اُهو تون اصهد تائين وڃي پهچاءِ. پر ٻئي ڪنهن کي اِها ڳالهہ اصل نہ ٻڌائجانءِ. پوءِ توکي وڏو انعام ڏيندس.

اهڙي ڳالهہ ڪندي ڪسريٰ کي اِها پڪ هئي تہ، اُهو ماڻهو قيصر بادشاهہ طرفان جاسوس آهي، سو منهنجو ڏنل خط اصهد جي بدران وڃي قيصر کي ڏيندو. اُن ماڻهوءَ هائوڪار ڪئي، ۽ ڪسريٰ کان خط وٺي ٻاهر نڪتو. اڪيلو ٿي خط کي کولي پاڻ پڙهيائين. اُن ۾ هن طرح لکيل هو.

اسان جا خيرخواهہ سپهہ سالار پيارا اصهد، تو تمام سُٺي اٽڪل ڪئي آهي جو قيصر بادشاهہ کي پنهنجي ملڪ ۾ گهرائڻ جو منصوبو بنائي، هن کي هت ڦاسائڻ جو پروگرام بنايو آهي. توهان جي اهڙي پروگرام سان مونکي ڏاڍي خوشي ٿي آهي. ۽ مون کي پڪ آهي تہ قيصر بنهہ بي سمجهہ آهي، توهان جي دعوت تي هيڏانهن هليو ايندو. پوءِ گڏجي هن کي شڪست ڏئي کيس قيد ڪنداسين. توهان جي اهڙي رٿا تي توهان کي جسُ هجي.

هن جاسوس اُهو خط کنيو ۽ اصهد ڏي وڃڻ بدران سڌو وڃي قيصر وٽ پهتو. يعني اِئين ٿي ٿيو جيئن ڪسريٰ سمجهيو پئي. نيٺ اُهو خط قيصر بادشاهہ پڙهيو. پوءِ دل ۾

سمجهيائين ته. اصهد مون سان ڏوڪو ڪرڻ پيو چاهي. نيٺ تيار ٿيل ڪر کي واپس ڪيائين. ڪسريٰ جي اٽڪل ڪامياب وئي. اصهد جو بنايل مخفي منصوبو ناڪام ٿيو. قيصر جي حملي جو خطرو ٽري ويو. پوءِ اصهد کي سندس بغاوت جي سزا ڏنائين.

(العربي الصغير- اپريل 1990ع)

# ڳيري جي سياڻپ

ڪنهن ماڻهوءَ ڳيرو پڪڙيو. گهر ڪنيو پئي آيو تہ، ڳيري چيس تہ چا ارادو اٿئي؟ هن وراڻيو تہ توکي ڪُهي پچائي کائيندس. ڳيري چيس تہ، منهنجي کائڻ مان تنهنجو پيٽ ڪونہ ڀربو. منهنجي صلاح وٺين تہ مون کي هن شرط سان ڇڏ، تہ آءٌ توکي ٽي سهڻا سخن ۽ قيمتي ٻول ٻُڌايان. هڪڙو، تنهنجي هٿ ۾ هوندي. ٻيو هن وڻ تي ويهي ۽ ٽيون مٿي جبل تي ويهي. هن ماڻهوءَ چيو تہ قبول آهي. ٻُڌاءِ ڀهريون سخن! ڳيري چيس تہ گذريءَ ڳالهہ تي ارمان نہ ڪجي. اُهو ٻُڌي ڳيري کي ڇڏي ڏنائين. هو وڃي وڻ تي وينو ۽ چيائينس تہ ٻيو سخن هيءُ آهي تہ: اڻ ٿيڻ جهڙي ڳالهہ تي اعتبار نہ ڪجي. وري جڏهن ڳيرو اُڏامي وڃي جبل تي وينو، تڏهن چيائينس تہ: تنهنجو ڀاڳ ڀلو ڪونہ ٿيو. نہ تہ مون کي ڪُهين ها تہ منهنجي گُجيءَ ۾ اڌ اڌ پاءُ جا ٻہ قيمتي هيرا لهين ها. هڪ ڏينهن ۾ امير ٿي پوين ها. اِها ڳالهہ ٻُڌي، اُن ماڻهو ڏاڍو پڇتايو. ارمان کان آڱر وات ۾ وجهي چڪ هڻڻ لڳو. نيٺ ڳيري کي چيائين تہ ڀلا

ٿيون سخن نہ ٻُڌاءِ! ڳيري چيس تہ تو منھنجي ٻُڌايل ٽيئي ئي سخنن کي ئي ڪونہ سمجھيو تہ توکي ٿيون ڪيئن ٻُڌايان. مون توکي چيو ھو تہ گذريل ڳالھہ تي ارمان نہ ڪجي ۽ نہ ٿيڻ جھڙي ڳالھہ تي اعتبار نہ ڪجي. ھاڻي تون ئي سوچ تہ: مونکي منھنجي گوشت، رت ۽ کنين سميت تورين. تہ بہ اڌ پاءُ نہ ٿيان. تہ منھنجي گُجيءَ ۾ اڌ پاءُ جا ٻہ ھيرا ڪيئن ماپندا ۽ ڪٿان ايندا. ائين چئي ڳيرو پڙڪو ڏئي اُڏامي ويو.

# وعدي وفائي

حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ جي خلافت دوران مسلمانن جي لشڪر ايران ملڪ تي ڪاهہ ڪئي. قادسيہ نالي وڏي جنگ لڳي. جنهن ۾ مسلمانن کي سوڀ نصيب ٿي. ايران جا ڪيترا فوجي قيد ٿيا ۽ مدينہ منوره ۾ آندا ويا. قيدين ۾ هُرمزان نالي مشهور ۽ دلير سپه سالار بہ هو.

هُرمزان جڏهن قيدي بنجي حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ آڏو اچي بيٺو. تڏهن هن کي يقين هو تہ، اِجهو ٿو قتل ڪيو وڃان، ڇو تہ هن لڙائيءَ ڪندي ڪيترن مسلمانن کي شهيد ڪيو هو. نيٺ حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ هُرمزان کي چيو تہ منهنجو چيو مڃين تہ مسلمان ٿيءُ، پوءِ تنهنجا اڳيان سڀ گناهہ معاف ٿيندا. اسان مسلمانن جو ديني ڀاءُ بنجي پوندين، تنهنجي حفاظت مسلمانن جو فرض ٿي پوندو.

هُرمزان چيو تہ آءٌ پنهنجي دين تي قائم آهيان. (ايراني ماڻهو باهہ جو مچ ٻاري اُن جي پوڄا ڪندا هئا.) اهڙو جواب ٻُڌي حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ قيدي هرمزان کي قتل

ڪرڻ جو حڪم ڏنو. هرمزان، حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ کي چيو تہ، سخت اُڃارو آهيان. قتل کان اڳ ۾ پاڻي پيئڻ ٿو چاهيان. حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ حڪم ڪيو تہ، اول قيديءَ کي پاڻي ڏنو وڃي. پوءِ پاڻيءَ جو پيالو هرمزان جي هٿ ۾ ڏنو ويو. هو پاڻيءَ جو پيالو هٿ ۾ جهلي حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ ڏانهن نهاري رهيو هو ۽ پاڻي نہ پيو پيئي. نيٺ امير المؤمنين حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ چيس تہ: پاڻي ڇو نہ ٿو پيئين؟ چيائين تہ: خوف اٿم، متان هن پاڻيءَ پيئڻ کان اڳ ۾ ئي قتل ٿي وڃان. دل چاهي ٿي تہ اڳ ۾ مون کي يقين ڏياريو وڃي تہ جيسين آءٌ هي پاڻيءَ جو پيالو پي بس نہ ڪندس تيسين مون کي قتل نہ ڪيو ويندو. جيئن، آءٌ اطمينان سان پاڻي پي سگهان. حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ فرمايو: ائين ئي ٿيندو. تون جيسين اِهو پاڻي نہ پيئندين تيسين توکي قتل نہ ڪيو ويندو، تون بي فڪر ٿي پاڻي پيءُ، اُڃ اُجهاءِ.

هرمزان ڇا ڪيو جو پاڻيءَ جو پيالو زمين تي هاري ڇڏيو ۽ چيائين تہ آءٌ پيالو پاڻيءَ جو پيئڻ ٿي ڪونہ ٿو ۽ توهان ڪيل واعدي تي پورا رهجو! هرمزان جا اُهي اکر ٻُڌي، حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ حيران رهجي ويو ۽ ڪجھ سوچي فرمايائين تہ: بلڪل ائين ئي ٿيندو. اسان ڪيل واعدي تي قائم

آهيون. توکي قتل نہ ڪيو ويندو. مطلب تہ هرمزان جي اٽڪل ڪامياب وئي، قتل کان بچي ويو.

پوءِ هرمزان، حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ کي چيو تہ: آءٌ هاڻي مسلمان ٿيان ٿو. اَشهَدُاَن لا اِلہَ الا اللهُ وَاَشهَدُان مُحمد عبدُہ و رَسُولہ. ۽ چيائين تہ دين اسلام بلاشڪ سچو آهي. دل سان قبول ڪيم.

هُرمزان جي هن روش تي حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ کي ويتر عجب لڳو. پوءِ پڇيائينس تہ، اسلام قبولڻ ۾ ايتري دير ڇو ڪيئي؟ هُرمزان وراڻيو تہ: هيءَ ڳالھ مون کي ناپسند لڳي جو تلوار ۽ قتل جي خوف کان اسلام قبوليان.

(مجلة العربي الصغير، 1990ع)

# لومڙيءَ جي سياڻپ

ٻَالهہ ٿا ڪن تہ شينهن، بگهڙ ۽ لومڙ پاڻ ۾ ياراڻي رکي. پوءِ گڏجي شڪار تي نڪتا. نيٺ هڪ گڏهہ هڪڙو هرڻ ۽ هڪڙو سيهڙ شڪار ڪيائون. هاڻي شينهن، بگهڙ کي چيو تہ پاڻ تي ڇٽا آهيون ۽ ٽي جانور شڪار ڪيا اٿئون. ورهاڱي جو بار توتي آهي. بگهڙ چيو تہ وڏو جانور گڏهہ شينهن کائي ۽ هرڻ مون کي ملڻ گهرجي ۽ لومڙ کي سيهڙ ڏجي. اهڙي فيصلي تي شينهن کي مِنيان لڳي. سو چنبو هڻي بگهڙ جي اک ڪڍي رکيائين. هاڻي شينهن لومڙ کي چيو تہ: تون ٻُڌاءِ تہ ورهاست ڪيئن هجڻ گهرجي. لومڙ چيو تہ: سائين ورهاست ٿي پئي آهي، مُنجهڻ جهڙو مسئلو ئي ڪونهي. گڏهہ توهان نيرن تي کائجو ۽ هرڻ شام جو. باقي سيهڙ سو ڪنهن وقت بہ وات جي ذائقي مٽائڻ لاءِ کائي ڇڏجو. اهڙي ورهاست ڏسي شينهن لومڙ کي چيو تہ ڏاڍو سياڻو آهين. اهڙي سياڻپ ڪٿان سکئين. لومڙ وراڻيو تہ: بگهڙ جي نڪتل اک مان. (نفحة اليمن)

# ڪوڙهئي، گنجي ۽ نابين جي ڳالهہ

ڳالهہ ٿا ڪن تہ آڳاٽي زماني ۾ بني اسرائيل قوم ۾ ٽي ماڻهو هئا. هڪڙو ڪوڙهيو، ٻيو گنجو ۽ ٽيون نابين. الله تعالیٰ تنهي کي آزمائڻ چاهيو. پوءِ هڪڙي ملائڪ کي انساني صورت ۾ ٽنهي ڏي موڪليائين. اهو سڀ کان اول ڪوڙهئي وٽ آيو. اچي چيائينس تہ: توکي ڪنهن شيءِ جي طلب آهي؟ هن وراڻيو تہ: منهنجي کل جو رنگ سُهڻو ٿئي تہ ڀلو، جو ماڻهو مون کان نفرت ٿا ڪن. پوءِ ملائڪ (جيڪو ماڻهوءَ جي صورت ۾ آيو هو.) هن کي هٿ لاتو تہ ڪوڙهائپ وارو مرض لهي ويس ۽ کل ۽ رنگ سُهڻو ٿي پيس. پوءِ چيائينس تہ: توکي ڪهڙو مال پسند آهي؟ چيائين: اُٺن جو مال پسند اٿم. پوءِ اُن کي هڪ ڏُڪي ڏاچي ڏنائين ۽ چيائينس تہ الله برڪت وجهندو.

اُن وٽان ٿي گنجي وٽ آيو. اُن کي چيائين تہ: توکي ڪهڙي شيءِ پسند آهي؟ هن وراڻيو تہ: سُهڻا وار هجن ۽ گنجائپ دور ٿئي تہ ڪهڙو نہ چڱو. جو ماڻهو مون کي گنجو، گنجو چئي چيڙائين ٿا. پوءِ ملائڪ هٿ لاتس تہ گنجائپ دور

تي ويس. سُهڻا وار ڦُٽي پيس. پوءِ چيائينس تہ: توکي مال ڪهڙو وڻي ٿو؟ چيائين: ڍڳيون. پوءِ هُن کي هڪ ڏُڪي ڍڳي ڏنائينس ۽ دعا ڪيائينس تہ: الله تعاليٰ برڪت وجهندو.

اُن وقت ٿي نابين وٽ آيو. چيائينس تہ: توکي ڪهڙي شيءِ پسند آهي؟ چيائين: الله تعاليٰ اکيون عطا ڪري، جيئن آءٌ ماڻهن کي ڏسي سگهان. پوءِ اُن کي هٿ لاتائين تہ الله تعاليٰ جي رحمت سان اُن کي اکيون ملي ويون. پوءِ چيائينس تہ: توکي ڪهڙو مال پسند آهي؟ چيائين تہ: ٻڪريون. پوءِ اُن کي ڏُڪي ٻڪري ڏنائين. پوءِ اُهي ٽئي ڍور ڦَر جڻڻ لڳا. تان تہ ٻهرئين وٽ اُنن جو وڏو وڳ ٿي ويو ۽ ٻئي وٽ ڍڳين جو ڌڻ ۽ ٽئين وٽ ٻڪرين جو وڏو ولر گڏ ٿي ويو.

ڪافي وقت گُذرڻ کان پوءِ اُهو ساڳيو ملائڪ ساڳئي ماڻهوءَ جي صورت ۾ اول ڪوڙهہ واري وٽ آيو. چيائينس تہ: آءٌ مسڪين ماڻهو آهيان. سفر ۾ منهنجو سامان ختم ٿي ويو آهي. (منهنجي دعا سان) الله تعالي توکي سُهڻي کل، سهڻو رنگ ڏنو ۽ مال بہ مليو. هاڻي الله جي نانءَ تي هڪ اُٺ ڏينم جنهن تي آءٌ سفر ڪري ڳوٺ پهچان. هن ورائيو تہ: حق گهڻيئي آهن. (تون هڪڙو فقير ڪونهين) هن مسافر چيس تہ: آءٌ جڻ توکي سُڃاڻان ٿو. اڳ ۾ توکي ڪوڙهہ هوندو هو. ماڻهو

توکان نمرت ڪندا هئا. الله تعاليٰ توکي نوازيو. توکي ٻالرند ڪيائين. هن ورائيو تہ: هي مال (اُنن جا وڳ) مون کي وڏن کان آهن. ملائڪ (فقير) چيس تہ: جيڪڏهن تون ڪوڙ ڳالهائيندو هوندين تہ الله تعاليٰ توکي ساڳي اڳئين حالت تي ڪندو.

اُن کان پوءِ ساڳي صورت ۾ گنجي وٽ پهتو. اُن کان بہ ساڳي طرح خير ۾ ڏيڳي گهُريائين ۽ هن بہ اهڙي ورندي ڏنس، جهڙي ڪوڙهئي ڏني هئي ۽ فقير (ملائڪ) چيس تہ: جيڪڏهن ڪوڙو هوندين تہ الله تعاليٰ توکي اڳئين حال تي موٽائيندو.

اُن کان پوءِ هو نابين وٽ آيو ۽ صورت ساڳي اڳئينءَ ۾ ئي آيو. اچي چيائينس تہ: آءٌ مسڪين ماڻهو آهيان. سفر ۾ ڪُٺي پيو آهيان. اُن الله جي نانءَ تي توکان هڪ ٻڪريءَ جو سوال ٿو ڪريان، جنهن توکي اکين ۾ نظر ڏني. اُهو ٻُڌي هن چيو تہ: واقعي بہ آءٌ انڌو هوس. الله تعاليٰ ڪرم ڪري اکيون عطا ڪيون. صفا سُجو هوس. الله تعاليٰ هوندي وارو ڪيم. هاڻي: توکي جيتريون ٻڪريون وڻن اوتريون ڪاهي وڃ. جنهن الله اُهو مال ڏنو، اُن جي راهہ ۾ ڏيڻ کان انڪار نہ ڪندس. اُهو ٻُڌي فقير چيس تہ: اُهو مال الله تعاليٰ توکي بخشي ڏئي. الله تعاليٰ توهان ٽنهي جڻن کي آزمايو. (تون امتحان ۾ پاس ٿئين) الله توکان راضي ٿيو ۽ ٻنهجي ٻن ساٿين تي الله تعاليٰ ڪاوڙيو.

پوءِ ڇا ٿيو جو ڪوڙهئي ۽ گنجي جو مال مري ويو ۽ ساڳيو مرض موٽي ملين ۽ نابين کي اکين جي ڇٽائي ۽ مال وغيره نيبهه رهيا.

ياد رهي ته اها ڳالهه رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ٻُڌائي.

# ڪم چور ساٿي

آشعب نالي هڪڙو ماڻهو سفر تي نڪتو. واٽ تي هڪڙو ماڻهو ڏٺائين، جيڪو اُن تي وڃي رهيو هو. اشعب چيس تہ: ڀائو! مونکي بہ اُن تي ڪٺي هلندين؟ هُن ماڻهوءَ اُن کي هُشايو ۽ آشعب کي پاڻ سان ٻيلهہ ڪٺي هليو. سفر ڪندي هڪ جاءِ تي ساهي پَٽڻ لاءِ لٿا. اُن جي مالڪ کي ڪاڏي پيتي جو سامان ساڻ هئو. آشعب کي چيائين تہ وڃي ڪانيون ميڙي اچ تہ ٻاجي چاڙهيون. آشعب وراڻيو تہ: آءٌ ٿڪل آهيان، مون کان ڪانيون ڪونہ ٿي سگهنديون. اُهو ٻُڌي اُن جو مالڪ اُٿيو ۽ ڪانيون ڪري آيو. پوءِ آشعب کي چيائين تہ: اچي ٻاجي رڌ تہ گڏجي ماني کائون. آشعب وراڻيو تہ: مونکي ٻاجي رڌڻ جو ڏانءُ ڪونهي. پوءِ اُن جي مالڪ ئي ٻاجي رڌي. پوءِ آشعب کي چيائين تہ: ٿانوَ ڪٺي منجهس ٻاجي وجهہ تہ آءٌ ماني ڪڍي دسترخوان تي رکان. پوءِ گڏجي ماني کائون. آشعب چيو: آءٌ ڊڄان ٿو تہ متان ٻاجيءَ جي ڪوسي ديگڙي اونڌي ٿي پوي ۽ ڪپڙا خراب ٿي پون يا پير سڙي پون. پوءِ اُن جي مالڪ ٿانون

۾ ياجي بہ باڻ وڌي ۽ دسترخوان تي ماني رکي. اَشعب ڏي
چيائين تہ اچي ماني کاءُ.

اَشعب هاڻي هرڻ وانگر ڇال ڏئي اُٿيو. اچي پلٿي ماري ماني کائڻ وينو ۽ اُن جي مالڪ کي چئي رهيو هو تہ: اڳ ۾ تنهنجا بہ تي حُڪم نہ مڃيا اٿم. هاڻي هي حُڪم بہ نہ مڃيان، ماني کائڻ لاءِ بہ نہ اُٿان تہ تون ضرور دل ۾ ڏُک ڪندين ۽ چوندين تہ سفر جي ساٿيءَ هڪڙو ڇيو بہ ڪونہ مڃيو.

(نفحة اليمن)

# بگهڙ جو ٻچو بگهڙ ٿيندو

اصمعي نالي هڪ عرب، عربي ٻوليءَ جو مشهور اديب ٿي گُذريو آهي. اُن لکيو آهي تہ: آءٌ ٻهراڙيءَ جي ڪنهن ڳوٺ ۾ آيس. اُتي هڪ پوڙهي مائي ڏٺم. اُن جي پرسان هڪ ٻڪري مُئي پئي هئي. جنهن جي پرسان ننڍڙو بگهڙ بيٺو هو. پوڙهيءَ مون کي سڏ ڪري چيو: خبر اٿئي تہ هيءُ واقعو ڪيئن ٿيو آهي؟ مون چيو: مون کي خبر نہ آهي. تون ئي ٻُڌاءِ. هن چيو تہ: اسان کي بگهڙ جو ننڍڙو ٻچو جهنگ مان هٿ آيو. اُن کي گهر کڻي آياسين ۽ هن ٻڪريءَ جي کير تي کيس پاليوسين. جڏهن ڪجهہ وڏڙو ٿيو آهي تہ اڄ هن ٻڪريءَ کي چنبو هڻي ماري رکيو اٿس. هاڻي چوانس ٿي تہ توکي ڪنهن ٻُڌايو تہ تون بگهڙ جو قر آهين جو اُن ٻڪريءَ کي ماري وڌئي، جنهن جي کير تي تون پلجي وڏو ٿيو آهين. (نفحة اليمن)

# حڪيم جي حڪمت

ڳالهه ٿا ڪن تہ ايران جو هڪڙو بادشاهہ هئو، جيڪو ٿُلهو هئو ۽ ڏينهون ڏينهن ويو پئي ٿُلهو ٿيندو. ڊاڪٽر، حڪيم طبيب علاج لاءِ گهراياائين پر ڪنهن بہ ڦڪيءَ فرق نہ ٿي ڪيو. ويتر ويو پئي سُجندو ۽ ٿُلهو ٿيندو. نيٺ هڪ ڏينهن ڪو نهايت دانا ۽ سياڻو حاذق حڪيم بادشاهہ وٽ اچي پهتو. چيائينس تہ آءٌ توهان جو علاج ڪندس، پر ٽي ڏينهن مهلت ملي. جيئن آءٌ توهان جي قسمت جو ستارو ڏسان. پوءِ جيڪو علاج مناسب هوندو اهو ڏَسيندس. طبيب کي ٽي ڏينهن مهلت ملي ۽ ٽن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ بادشاهہ کي چيائين تہ: سائين مون کي معلوم ٿيو آهي تہ. توهان جي حياتي باقي رڳو چاليهہ ڏينهن وجي بچي آهي ۽ اِها خبر مون کي اهڙي پڪي پئي آهي، جو منهنجي ڳالهہ تي اعتبار نہ اچي تہ پلي مون کي جيل ۾ رکايو ۽ چاليهن ڏينهن کان پوءِ توهان جيئرا رهيا تہ جيڪا سزا وڻيوَ اُها ڏجو.

بادشاهہ پنهنجي موت بابت اهڙي خبر ٻُڌي سخت پريشان ٿيو. حڪيم کي جيل ۾ رڪايائين ۽ پاڻ موت لاءِ تياري ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويو. ڪاڏو پيتو بنهہ ڪونہ ٿي وڻيس. بنگلا ۽ پليون سواريون هن کي نظر ئي نہ ٿي آيون. ڏينهن رات اُن فڪر ۾ پريشان ٿي گذاريائين. ڏينهن ٻہ گذريا تہ ٻاهر نڪرڻ ئي ڇڏي ڏنائين. سڄو ڏينهن ڳڻتيءَ ۾ ٿي ڳريو تہ رات جو مزي جي ننڊ بہ نہ ٿي آيس. ڀلا جنهن کي پڪ ملي تہ هيترن ڏينهن کان پوءِ تون مرندين تہ اُن کي ڪهڙو قرار نصيب ٿيندو؟ چوندا آهن تہ ڳڻتيءَ جهڙو ڳاراهو ڪونهي. خوشيءَ جهڙي خوراڪ ڪانهي. سو جيئن پئي وقت گذريو، تيئن ڳڻتين ۾ ٿي ڳريو. جيسين چاليهہ ڏينهن گذريا تيسين بادشاهہ ڳري ڪنڊا ٿي چڪو هو، وجي هڏن تي کل بچيو هو.

پر جڏهن چاليهہ ڏينهن گذري ويا ۽ پاڻ کي اڃا بہ جيئرو ڏنائين. تڏهن حڪيم کي پاڻ وٽ گهرايائين ۽ پڇيائينس تہ تو مون سان اهڙو ڪوڙ ڇو ڳالهايو؟

حڪيم باادب ٿي عرض ڪيو تہ: بادشاهہ سلامت! جڏهن ڏٺم تہ توهان جي بدن جي ٿولهہ خطرناڪ حد تائين وڌي چُڪي آهي ۽ ڪابہ دوا توهان تي اثر نہ ٿي ڪري، تڏهن توهان

جي ٿولهه هٽائڻ لاءِ اِها اٽڪل ڪيم ۽ توهان پاڻ ڏسو ٿا تہ منهنجي اٽڪل ڪامياب ٿي آهي. توهان جي جسماني ٿولهه ختم ٿي چڪي آهي.

پوءِ تہ بادشاهہ حڪيم تي ڪاوڙجڻ بدران ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن کي وڏو انعام ڏنائين. (نفحة اليمن)

# ڪئيءَ جي سياڻپ

ابوبڪر بن الخاضبه نالي هڪڙو عالم ٿي گذريو آهي. اُن لکيو آهي تہ: هڪ رات آءٌ پنهنجي ڪچي گهر ۾ وينو هوس، ڪجھہ لکي رهيو هوس. رات جو گهڻو حصو گذري چڪو هو. ۽ آءٌ بنھہ مسڪين ۽ سُڃو ماڻهو هوس. منهنجي ڪچي گهر ۾ ڪُوئا گهڻا هئا.

رات جو ڏنم تہ منهنجي چوڏاري ڪوئا هيڏي هوڏي ڊوڙي رهيا هئا. جڻ پاڻ ۾ راند ڪري رهيا هئا. ڪي ڪوئا منهنجي آڏو رکيل ڏيئي جي پرسان هليا پئي. منهنجي پرسان هڪ ٿالھہ پيو هو. جڏهن ڏنم تہ هڪڙو ڪوئو بلڪل منهنجي ويجهو پهتو آهي. تڏهن ڇا ڪيم جو ٿالھہ اونڌو ڪري اُن ڪوئي جي مٿان ڏئي ڇڏيم.

گهڙيءَ نہ گذري تہ هڪڙي ڪُئي آئي ۽ ٿالھہ جي چوڏاري سُنگهڻ لڳي. اُن ڪان پوءِ ٿالھہ جي چوڏاري ڦرڻ لڳي. ڪنهن وقت ٿالھہ کي ٺُونا بہ هڻي پئي، آءٌ خاموشيءَ سان اک ٽيٽ ڪري ڪُئيءَ جي ڪاروائي ڏسي رهيو هوس ۽ لڳڻ حيــ ←

۾ بہ مصروف ٿي رهيس. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ اها ڪُئي هڪ ڏرڙ ۾ هلي وئي. گهڙي نہ گذري تہ هڪ سوني مُهر (سونو سِڪو) وات ۾ ڪري ٻاهر آئي ۽ منهنجي سامهون آڻي رکيائين. انتظار ڪرڻ ويهي رهي. آءٌ اک ٽيٽ سان اُن کي ڏسي رهيو هوس ۽ لکڻ واري ڪم ۾ مشغول هوس. ڪجهہ وقت انتظار ڪرڻ بعد ڪُئي واپس ساڳئي ڏرڙ ۾ وئي ۽ ٻي سوني مُهر وات ۾ ڪري ڪڍي آئي ۽ پهرين سوني مهر جي پرسان آڻي رکيائين ۽ مون ڏي نهارڻ، انتظار ڪرڻ لاءِ ويهي رهي. آءٌ ظاهر ۾ ڪُئيءَ ڏي نہ پيو نهاريان. جڏهن تہ سڄو خيال ڪُئيءَ طرف هوم، جيئن ڏسان تہ ڇا ٿي ڪري ۽ ظاهر ۾ لکڻ ۾ مصروف هوس.

ڪُئي ٽيون دفعو بہ ڏرڙ ۾ وئي، سوني مهر وات ۾ جهلي آئي، اڳين ٻن سونين مهرن جي پرسان رکيائين ۽ چوٿون دفعو بہ ائين ڪيائين. ڇئن سونين مُهرن رکڻ ڪان پوءِ پڪو انتظار ۾ ويهي رهي. ڪڏهن مون ڏي ٿي ڏنائين تہ ڪڏهن ٿالهہ ڏي ٿي نهاريائين. جڏهن انتظار ڪري ٿڪي تڏهن ساڳئي ڏرڙ ۾ وئي ۽ چمڙي جي ننڍڙي ڳوٿرڙي وات ۾ ڪري ڪڍي آئي ۽ سونين مهرن جي مٿان آڻي رکيائين. آءٌ سمجهي ويس تہ ڪُئي چارسونيون مهرون اُن ڳوٿريءَ مان ڪڍي ڪڍي آئي هئي ۽ هاڻي وٽس پوئتي ڪجهہ بہ نہ بچيو هو. تڏهن مون ٿالهہ کي

متي ڪنيو، ڪُئو ٻاھر نڪتو. پوءِ ڪُئو ۽ ڪُٺي ٻئي گڏ ڏرڙ ۾ هليا ويا. مون پٽسا پنھنجي ڪم آندا. (ڏسو تہ جانورن کي الله تعاليٰ ڪيڏي سمجھ ڏني آھي. (نفحة اليمن)

# چين جي وزير جي قرباني

آڳاٽي زماني ۾ شَمر بن آفريقس يمن ملڪ جو بادشاهه هئو. اُن وڏي فوج گڏ ڪئي ۽ ڪيترا ملڪ فتح ڪيائين. نيٺ چين ملڪ تي چڙهائي ڪيائين. چين جي بادشاهه کي جڏهن شمر بادشاهه جي ڪاهه جي خبر پئي، تڏهن ڏاڍو ڊنو، جو سمجهي پيو ته شمر جي وڏي لشڪر سان هو مقابلو ڪري نه سگهندو. پوءِ ته امير وزير گڏ ڪري مشورو ڪيائين ته هاڻي ڪيئن بچاءُ ڪرڻ گهرجي. هرهڪ پنهنجي عقل ۽ سمجهه مطابق مشورو پئي ڏنو. پر هڪڙو وزير خاموشيءَ سان صلاحون ٻُڌي رهيو هو. اڪر به نه ٿي ڳالهايائين. نيٺ بادشاهه چيس ته تون به ڪو مشورو ڏي. وزير وراڻيو ته: منهنجو مشورو آهي ته توهان مون تي ڪاوڙ ظاهر ڪري منهنجي نڪ جي چوٽي ڪپي، منهنجو سمورو مال ملڪيت ڦُري، ملڪ نيڪالي ڏئي ڇڏيو. جيئن ملڪ جا ماڻهو سمجهن ته هن کي بادشاهه لوڏائي ڪڍيو آهي.

بادشاهه کي وزير جو مشورو نه وڻيو، چو ته ملڪ ۾ اهو

وزير عقل ۽ دانائيءَ سبب عوام ۾ ڏاڍو مقبول هئو. ۽ بادشاهه جو خاص صلاحڪار وزير هئو. پر مجبور ٿي نيٺ اُن وزير چيو مجبائون. سندس نڪ جي چوٽي ڪپي آلهه تلهه ڦري ملڪ نيڪالي ڏنائونس. هاڻي وزير ڇا ڪيو جو سِڌو اچي شمر بن افريقس بادشاهه وٽ پهتو. اُن کي ٻُڌايائين تہ، چين جي بادشاهه مون سان هيءَ جُٺ ڪئي آهي. آءٌ توهان وٽ بچاءَ لاءِ حاضر ٿيو آهيان. منهنجون خير خواهيون توهان سان آهن. شمر بادشاهه کي ڏاڍي خوشي ٿي جو چين ملڪ جو خاص وزير ان سان اچي مليو هو. پوءِ تہ اُن کي ڏاڍي عزت ڏنائين ۽ چيائينس تہ: آءٌ چين ملڪ کي فتح ڪرڻ لاءِ آيو آهيان. پر هن وڏي ملڪ جي رستن واٽن کان اسان واقف نہ آهيون. اسان کي ڪو واٽن جو واقف گهرجي. اهو ٻُڌي چيني وزير چيو تہ: هن ملڪ جي رستن ۽ واٽن کان جيترو آءٌ واقف آهيان، اوترو ٻيو ڪوبہ نہ هوندو. آءٌ توهان جي هر طرح سان مدد ڪندس. رستا واٽون توهان کي آءٌ ئي ٻُڌائيندس.

اهڙو جواب ٻُڌي شمر بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو ۽ لشڪر کي وٺي هن وزير جي پُٺيان هليو. وزير ڇا ڪيو جو شمر بادشاهه جي لشڪر ۾ اعلان ڪيائين تہ ٽن ڏينهن جو پاڻي ۽ کاڌو ساڻ کڻو. جو ٽي ڏينهن رستي ۾ پاڻي نہ ملندو. لشڪر

بلڪل ائين ئي ڪيو. پوءِ وزير لشڪر جي اڳواڻي ڪري غلط رستو ورتي، ٽن ڏينهن جي پنڌ ڪان پوءِ چين ملڪ جي اهڙي بيابان ۾ اچي پهتو، جتي پاڻيءَ ۽ آباديءَ جو ڪو نشان نہ هئو. بادشاهہ شمر چيس تہ: هت پاڻي ڪٿي آهي؟ وزير وراڻيو تہ: هت توهان کي پاڻي نہ ملندو. هت توهان کي موت ملندو. مون توهان کي ڄاڻي واڻي هن بيابان ۾ آندو آهي. هتان توهان مان ڪوبہ زنده واپس نٿو ٿي سگهي. توهان اسان جي ملڪ جا دشمن آهيو. تڏهن توهان کي هت وٺي آيو آهيان. آءٌ پنهنجي سر تان هٿ کڻي نڪتو آهيان. مون کي ڀلي ماري ڇڏيو ۽ توهان بہ هتان بچي نہ سگهندؤ. بادشاهہ شمر کي وزير تي سخت ڪاوڙ آئي ۽ کيس قتل ڪرائي ڇڏيائين. پوءِ لشڪر ۾ اعلان ڪيائين تہ جنهن کي جيڏانهن پڄڻو هجي تہ هليو وڃي. يا مرڻ لاءِ تيار ٿئي. بادشاهہ بہ لوهہ جي زرهہ وڇائي اُن مٿان سُمهي پيو. ۽ اُڃ سبب تڙپي تڙپي ساهہ ڏنائين. لشڪر مان گهڻا فوجي اُن رڻ پٽ ۾ رُلي مئا. البت ڪجهہ فوجي پنڌ ڪري تبت جي علائقي ۾ وڃي پهتا. اُتي ئي آباد ٿي ويا.

ڏسو تہ چيني وزير ڪيڏي سياڻپ ڪئي ۽ ڪيڏي قرباني ڏنائين، جو سڄي ملڪ کي غلاميءَ کان بچائي ڇڏيائين. (ڪتاب التيجان)

سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپجندڙ ڪتابن جو
گذريل ويهن سالن کان
قائم واحد مرڪز

# شاهه لطيف ڪتاب گهر

جتي
سنڌي ٻوليءَ جي ناميارن ادارن

---

روشني پبليڪيشن، سنڌيڪا اڪيڊمي،

---

نيو فيلڊس پبليڪيشن، مهراڻ اڪيڊمي،

---

سنڌي ادبي بورڊ، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز،

---

سنڌي ٻولي اٿارٽي، شاهه لطيف چيئر

---

۽ ٻين اردو سنڌي ادارن جا ڇپيل اڻ ڳڻيا ڪتاب
اوهان جي انتظار ۾ آهن

**دڪاندارن نوڙي پڙهندڙن لاءِ خاص رعايت**

هنڌ
## شاهه لطيف ڪتاب گهر
حيدرچوڪ، گاڏي کاتو
حيدرآباد

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙھندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏھن ڪو بہ شخص اھڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُھو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏھن ڪو اھڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُھو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اَھڙيءَ طرح پَڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڃَهَ وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)